ا ب ٻ ٿ ٽ ٺ ث ت پ ج ڄ جھ
ڃ ڇ چ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش
ص ض ط ظ ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ
ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي .

پنهنجي ديس جي ٻولي درست نموني ۾ سمجهڻ ، ڳالهائڻ ۽ لکڻ جي اصولن ۽ قاعدن کي گرامر چئجي ٿو.
**نوٽ :-** گرامر انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، انکي سنڌيءَ ۾ ويا ڪرڻ ۽ عربيءَ ۾ **علم** صرف وَ نحو سڏجي ٿو.

## اکر A Letter

**الف بي** جي ٻاونجاهه نشانين مان هر هڪ نشانيءَ کي اکر چئجي ٿو.

**مثال-** م ، ن ، ص ، و، ر وغيره .

**نوٽ :-** اکرن جا ٻہ قسم آهن . (1) حرف صحيح (2) حرف علت .

**الف** ، و ، ۽ ي اهي 3 حرف علت آهن ۽ باقي 49 اکر حرف صحيح آهن .

**حرف علّت:-** اُهي حرف جيڪي حرف صحيح پٺيان اچي آواز پيدا ڪن انهن کي حرف علت چئبو آهي.

## لفظ A Word

**لفظ** ٻن يا وڌيڪ اکرن جي گڏجڻ سان جڙي ٿو.

**ا س ڪ و ل** اکرن ملائڻ سان لفظ " اسڪول " ٺهيو ۽ ان مان پورو مطلب نڪري ٿو.

**مثال**:- درگاھ ، ذوالفقار، فردوس ، مجاهد ، ڪرسي وغيره .

**مثال**:- پَنَ - بَڪَرَ- چاچو- چوڪر• **مثال**:- ب + ا = با. ب + و = بو ( بابو )

## جملو A Sentence

لفظن جو ميڙ جنهن مان ڪنهن ڳالھ بابت پوري پروڙ (خبر) پوي تہ ان کي جملو چئجي .

**مثال**:- 1. احمد ماني کائي ٿو.

2. گلاب ٻڪري ڪُهي ٿو.

**مثال** :- (1) خداوند تعاليٰ هن ڪشادي زمين جي وسيع متاچري تي هن نيري آسمان جي هيٺان پنهنجي ڪامل قدرت سان جيڪي عجائب خلقيا آهن، تن مان سندس بي انت حڪمت ، صفت ، نزاڪت ، جمال ۽ ڪمال بلڪل ظاهر آهن . ( هي فقرو آهي )

**اشارو**: گرامر جا مکيہ ڀاڱا آهن ، 1. عِلم صرف 2. عِلم نحو.

## عِلم صرف ( اشتقاق- لفظن جي ٽوڙ يا چيد وارو علم) Etymology

اکرن ۽ لفظن جي بناوت بابت، جي اصول ۽ قاعدا آهن ، تن کي **علم صرف** چئبو آهي .

هن علم مان لفظن جي قِسمن ۽ انهن جي صورت ۾ جيڪا ڦيرگير ٿئي ٿي تنهن بابت خبر پوي ٿي .

## عِلم نحو Syntax

نحو معنيٰ دستور يا ريت . اهي اصول يا قاعدا جن مان خبر پوي تہ جملا ڪيئن ٺاهجن ۽ جملي ۾ جدا جدا لفظن جو هڪ ٻئي سان ڪهڙو لاڳاپو آهي، انهن کي نحو چئجي .

## ( ڳالهائڻ جا اٺ لفظ )

| | |
|---|---|
| 1 - اسم | NOUN |
| 2 - صفت | PRONOUN |
| 3 - ضمير | ADJECTIVE |
| 4 - فعل | VERB |
| 5 - ظرف | ADVERB |

6 - **حرف جر** PREPOSITION
7 - **حرف جملو** CONJUNCTION
8 - **حرف ندا** INTERJECTION

## اِسم

اسم جي معنيٰ آهي **نالو•** اسم اهو لفظ آهي جو نالو هجي ڪنهن ماڻهوءَ ، ساهواري ، شيءِ ، جاءِ ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جو.

**مثال**- 1 ( ماڻهن جا نالا ) احمد ، مظهر، فدا ، اقبال ، محمود ، رُمان ، حسنا ، رشيده حميده وغيره .
2 ( ساهوارن جا نالا ) گهوڙو، هاٿي ، طوطو، مور، بدڪ ، هرڻ ، شينهن ، مچر، ڪتو وغيره .
3 ( شين جا نالا ) ڪتاب ، قلم ، ميز ، ڪرسي ، انب ، ڪٺ ، پت ، وڻ ، قاروان ، پاڻي وغيره .
4 ( جاين جا نالا ) مسجد ، اسڪول ، هاسٽل ، اوطاق ، بنگلو، مندر، گهر، دڪان ، بازار وغيره.
5 ( ڪمن جا نالا ) لکڻ - لکٽي ، ٽيڻ - ٽيٽي ، ڪرڻ - ڪرٽي ، گهمڻ - گهمٽي وغيره .
6 ( حالتن جا نالا ) اميري ، غريبي ، شاهوڪاري ، تونگري ، مفلسي ، مسڪيني ، ڪنگالپ وغيره .
7 ( خاصيتن جا نالا ) هوشياري ، چستي ، سستي ، چالاڪي ، ٺڏائي ، ايمانداري ڪڏائي ، شرافت وغيره .

## صفت

**صفت** جي معنيٰ آهي• **تعريف يا ساراهه بيان ڪرڻ ڪنهن اسم جي .**
صفت اهو لفظ آهي اسم جو گڻ ، اوگڻ ، قسم، انداز، مقدار، يا قد بيان ڪري .

**مثال** - 1 ( **گڻ** ) سنو، ايماندار، هوشيار، شريف ، محنتي ، ٺڪو وغيره .
2 ( **اوگڻ** ) خراب ، موڳو، بي ايمان ، سست ، جڏو، ٺڪو وغيره .
3 ( **قسم**) طوطاپوري ، شڪارپوري ، هندوستاني، پاڪستاني، ايراني وغيره.
4 ( **انداز** ) هڪ ، پنج ، ٻيو ، ڏهون ، پنجاهون وغيره .

5 ( **مقدار يا قد** ) قد• ڊگهو، بندرو، وڏو، اوچو، وچولو وغيره .
مقدار• هلڪو، ڳورو، گهاٽو، ڇڊو وغيره.

## ضمير

ضمير جي معنيٰ آهي• **اندر وارو يا لڪل يا دل** .
ضمير اهو لفظ آهي جو اسم جي بدران ڪم اچي .
**مثال**- آءٌ، مان ، مون ، اسان ، اسين ، تون ، توهان ، توهين ، هو ، هي ، هيءَ ، اهو، هن ، هنن ، انهن ، جو ، جيڪي ، جن ، سو ، ڪو ، ڪير، ڪنهن ، تنهن ، سي وغيره .

## فعل

فعل جي معنيٰ آهي **ڪم•**
فعل اهو لفظ آهي جيڪو جملي ۾ هئڻ ، ڪرڻ ، سهڻ ، ٿيڻ ، پوڻ جي معنيٰ ڏيکاري .
**مثال**- ( **هئڻ** ) آهي ، آهن ، هو ، هئا ، هوندو ، هوندا ، هجي ، هجي ها وغيره .
( **ڪرڻ** ) ڪندو ، ڪريتي ، ڪيو، ڪريتو، ڪندا ، ڪنديون ، ڪن ها وغيره .
( **سهڻ** ) ماريو ويو، ڪُٽو ويو ، چيريو ويو، ڦاڙيو ويو وغيره .
( **ٿيڻ** ) ٿي ، ٿا ، ٿيون ، ٿيندا ، ٿيندو، ٿينديون ، ٿيندي وغيره .
( **پوڻ** ) پيو ، پوي ٿو، پوندو، پوندا وغيره.

## ظرف

ظرف جي معنيٰ آهي **ٿانءُ •**
ظرف اهو لفظ آهي جيڪو جملي ۾ فعل ، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لڳي ۽ وقت جاءِ ، ريت ، قدر ، ناڪار جي معنيٰ ڏيکاري .
**مثال**- ( **وقت** ) اڄ ، ڪالهه ، سڀاڻي ، اڳي ، پوءِ ، هاڻي ، نيٺ ، آخر وغيره .
( **جاءِ** ) اندر، ٻاهر، هيٺ ، مٿي ، هِتي ، هُتي ، اتي ، جتي ، ڪٿي وغيره .
( **ريت** ) هوريان ، ڏاڍيان ، مَس مَس ، هرويرو، خواه مخواه وغيره .
( **قدر**) تمام ، ڏاڍو، سخت ، گهڻو وغيره .
( **ناڪار**) نہ ، نڪو، ڪونہ وغيره .

( **هاڪار** ) هائو. ها وغيره.

## حرف جر

**حرف جر جي معنيٰ آهي پر وارو يا زير ڏيندڙ• جُملي کي جاري رکندڙ.**

حرف جر اهو لفظ آهي ، جيڪو اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو ٻئي لفظ سان ڏيکاري .

**مثال**- وٽ ، تي ، جو ، جا ، جي ، جون ، سندو ، سندي ، سندا ، سنديون ، ۾ منجهه ، منجهان وغيره .

## حرف جملو

**حرف جملي جي معنيٰ آهي ڳنڍيندڙ يا جدا ڪندڙ.**

حرف جملو اهو لفظ آهي جيڪو جملي ۾ ٻن لفظن ، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي پاڻ ۾ ملائي، يا جُدا ڪري ۽ ڳنڍي ٿو يا جُدا ڪري ٿو.

**مثال**- تہ ، بہ ، پر، جيڪڏهن ، تنهنڪري ، ڇاڪاڻ تہ ، ۽ يا وغيره .

## حرف ندا

**ندا** جي معنيٰ آهي **سڏ ڪرڻ**• جُملي کان نديل يعني الڳ. او! احمد هيڏانهن اچ، او! نديل يعني جملي کان الڳ بيٺو آهي.

حرف ندا اهو لفظ آهي جنهن مان سڏ ، سڌ ، خوشي ، ارمان ، عجب، ڪاوڙ جي معنيٰ ظاهر ٿئي .

**مثال**- ( **سڏ** ) او ، اڙي ، ادا وغيره .

( **سڌ** ) ڪاش ، جيڪر، من وغيره .

( **خوشي** ) واه واه ، سبحان الله ، الحمد لله وغيره .

( **ارمان** ) افسوس ، ابول ، هاءِ هاءِ ، گهوڙا ڙي وغيره .

( **عجب** ) مارِ ، بَلي ، هان وغيره .

( **ڪاوڙ** ) هون ، هون هون وغيره .

**نوٽ**- حرف ندا جا ساڳيا لفظ ڳالهائيندڙ جي مختلف لهجي ۽ انداز جي ڪري مختلف معنيٰ ڏيکاريندا آهن . حرف ندا جي نشاني آهي ( ! )

## ( اسم جا قِسم )

اسم جا ٻہ مکيہ قسم آهن . (1) اسم ذاتي (2) اسم صفاتي.
اسم صفاتيءَ جا وري ٻہ قسم آهن . (1) اسم عام (2) اسم خاص.
اهڙي طرح اسم جا ٽي قسم آهن . 1 اسم ذات 2 اسم عام3 اسم خاص.

1- **اسم ذات** :- اهو لفظ آهي جو نالو هجي ڪنهن حالت ، خاصيت ۽ ڪم جو. **الله تعاليٰ** جي نالي ڪي ٻہ ذات چوندا آهن . جن اسمن کي ڇُهي نہ سگهجي، فقط محسوس ڪري سگهجي.

**مثال**- اميري ، فقيري ، تونگري ، مفلسي ، شاهوڪاري ، غريبي ، اگهائي سگهائي ، هوشياري ، بيوقوفي ، دانائي ، ناداني ، ماڻهپو، ٿڌائي ، انسانيت ، لکڻي ، پڙهڻي ، هلت چلت ، حڪمت ، ڪوشش ، آمدرفت وغيره .

2- **اسم عام**:- اهڙا نالا جن سان ڪنهن ٻہ جنس جي سيني شين کي ڇُهي سگهجي انهن کي اسم عام چوندا آهن .

**مثال**- ماڻهو ، مرد ، عورت ، ڇوڪرو، ڪتو ، ٻلو، شينهن ، هاٿي ، پکي ، گهوڙو، ڪبوتر، ٻلبل ، رستو، ڪتاب ، ميز، ڪٽ ، دروازو، تختو، الماڙي، مس ، پين ، ڪاغذ ، مُصلو، اُٺ وغيره .

3- **اسم خاص** :- اهڙا نالا، جن سان ڪنهن جنس جي هڪ خاص شي رکي سڏي سگهجي. يعني اسم خاص نالو آهي ڪنهن ماڻهوءَ ، خاص ساهواري ، خاص شيءِ، خاص جاءِ جو .

**مثال**- ( **ماڻهن جا نالا** ) صفر ، مظفر ، اقبال ، بهادر ، زبيده ، ساجده وغيره .
( **خاص ساهوارن جا نالا** ) موتي ، پکي ( ڪتن جا نالا )
راڪيٽ ، طوفان ، ذوالجناح ( گهوڙن جا نالا )
( **خاص شين جا نالا** ) مريم توب ، ذوالفقار" تلوار" شاليمار باغ، موتي مسجد وغيره .
( **خاص جاين جا نالا** ) لکي بنگلو ، موتي مسجد ، بادشاهي مسجد ، حيدرآباد فريئر روڊ ، ڪراچي وغيره .

**نوٽ** - اسم عام جي ننڍڙي صورت کي **اسم تصغير** چوندا آهن .

**مثال** - کٽ مان کٽڙي ، ڪتاب مان ڪتابڙي ، صندوق مان صندوقڙي وغيره.

## اسم جي ترڪيب

جملي ۾ ڪم آيل لفظن کي گرامر موجب حقيقتون لڳائڻ ترڪيب چئبو آهي .
اسم جي ترڪيب ڪرڻ وقت هي ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن .
1 ان جو قسم 2 عدد 3 جنس 4 حالت ۽ ان جو سبب ،

**مثال** - واڍو انور جو ڪاٺ چيري ٿو . ”ترڪيب“
واڍو - اسم عام، جنس مذڪر ، عدد واحد ، حالت فاعلي . حالت فاعليءَ سببان چيري ٿو فعل جي.
انور- اسم خاص ، جنس مذڪر ، عدد واحد ، حالت اضافت ، ڇاڪاڻ تہ ”جو“ حرف اضافت پنيان لڳل اٿس . **جو**:- حرف اضافت.
ڪاٺ - اسم عام، جنس مذڪر، عدد واحد ، حالت مفعولي ، سببان مفعول آهي ” چيري ٿو“ **فعل** جو. **چيري ٿو**:- **فعل** متعدي = زمان حال.

# ضمير جا قِسم

ضمير جا ڪل ست قسم آهن . انون ضميري نشانيون بہ آهن. جن ڪي ضمير متصل چئبو آهي.

1 - **ضمير خالص** :- ”خالص“ لفظ جي معنيٰ آهي نِج .
اهڙا ضمير جي صرف ماڻهن جي نالن بدران ڪم اچن، تن ڪي ”ضمير خالص“ چوندا آهن .
خالص جا وري ٽي قسم آهن .

( **الف** ) **ضمير خالص متڪلم** - متڪلم جي معنيٰ آهي ” ڳالهائيندڙ “. اهڙا ضمير جي ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ جي بدران ڪم اچن ، تن ڪي ”ضمير خالص متڪلم“ چئبو آهي .
**مثال** - آءُ ، مون ، مان ، اسين ۽ اسان .

( ب ) **ضمير خالص حاضر**- اهڙا ضمير جي انهن ماڻهن جي نالن جي بدران استعمال ٿين ، جن سان روبرو ڳالهائبو آهي ، تن ڪي ”ضمير خالص حاضر“ چوندا آهن .
**مثال** - تون ، تو ، توهان ، توهين ، اوهان ، اوهين .

( ت ) **ضمير خالص غائب** - غائب لفظ جي معنيٰ آهي ”غيرحاضر“. اهڙا ضمير جي انهن ماڻهن جي نالن بدران ڪم اچن، جن جو ذڪر هجي ، تہ انهن ضميرن ڪي ”ضمير غائب“ چئبو آهي . هي ضمير اهڙن ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندا آهن، جي ان وقت موجود نہ هوندا آهن .
مثال - هو ، هي ، هوءَ ، اِهي ، اُهي ، هن ، هنن ، اها ، انهن ، انهيءَ وغيره .

2 - **ضمير اشارو**:- اهي ضمير جي ڪِن ٻين شين ڏانهن اشارو ڪن ، تنڪي ”ضمير اشارو“ چوندا آهن . ضمير اشاري جا بہ قسم آهن .

( **الف** ) **ضمير اشارو قريب** - قريب لفظ جي معنيٰ آهي ويجهو. جيڪي ضمير ويجهن اسمن ڏانهن اشارو ڪن ، تنڪي ”ضمير اشارو“ قريب چوندا آهن .
**مثال** - هيءُ - هيءَ - اِجهو - اِجهي وغيره .

( ب ) **ضمير اشارو بعيد** - بعيد لفظ جي معنيٰ آهي ڏور يا پراهون . اهڙا ضمير جي پري وارين شين ڏانهن اشارو ڪن، يا اشاري ڪرڻ جي ڪم اچن، ته انهن کي "ضمير اشارو" بعيد چئبو آهي .

**مثال** - هو- اُها - هوءَ - اهو - اهي وغيره .

3 - **ضمير مشترڪ** :- مشترڪ لفظ جي معنيٰ آهي " شريڪ ٿيل".

اهڙا ضمير جيڪي جملي ۾ فاعل يا مفعول سان شريڪ ٿي جملي کي زور ونائين، تنکي "ضمير مشترڪ" چوندا آهن .

**مثال** - پاڻ - خود - پنڊِ وغيره .

4 - **ضمير استفهام**:- استفهام لفظ جي معنيٰ آهي، سوال پڇڻ .

اهڙا ضمير جيڪي سوال پڇڻ جي ڪم اچن يا سوال پڇڻ لاءِ استعمال ٿين، تن کي "ضمير استفهام" چئبو آهي .

**مثال** - ڪير- ڪهڙو- ڇو- ڇا لاءِ - ڪنهن .

5 - **ضمير موصول** :- موصول جي معنيٰ آهي، وصال يا ميلاپ .

اهڙا ضمير جيڪي جملي ۾ ساڳئي فعل جي ٻن ڀاڱن کي پاڻ ۾ ملائين ۽ هڪ ڪري ڇڏين ، تن کي "ضمير موصول" ڪوٺبو آهي .

**مثال** - جو - جا - جيڪا - جنهن - جن - جيڪي - جيڪو وغيره .

6 - **ضمير جواب موصول** :- اهڙا ضمير جيڪي ضمير موصول جي جواب ۾ اچن ۽ جملي کي ڳنڍيندا هجن ، تن کي "ضمير جواب موصول" چئبو آهي .

**مثال** - سو - سا - سي - تنهن - تن وغيره .

١- جيڪا پين تو ڏني، سا گم ٿي ويئي .
٢- جيڪو رومال تو آندو، سو ڦاٽي پيو.
٣- هي اهو ماڻهو آهي، جيڪو (ضمير موصول) ڪالهه شهر ۾ ڏٺو هيوسين.
سو اڄ هت آيو آهي. (ضمير جواب موصول).

جيڪا ، جيڪو ، ۽ اهو، ضمير موصول جا مثال آهن ۽ سا ، سو ضمير جواب موصول جا مثال آهن.

7 - **ضمير مبهم** :- مبهم لفظ جي معنيٰ آهي " ڳجهو".

اهڙا ضمير جيڪي ڳُجهن يا لِڪل اِسمن جي بدران ڪم اچن ، تن کي "ضمير مبهم" چوندا آهن .

**مثال** : 1- منهنجو ڪتاب "ڪو" ڪٽي ويو. 2- هن گلاس ۾ "ڪجهه" هوندو.
1- هت "ڪي" آيل تا ڏسجن . 4- ڪالهه بازار ۾ "ڪا" عورت هئي .

نوٽ :- ضمير خالص جا ٽي قسم بيان ڪيا ويا آهن . اهي ضمير جيڪڏهن

ڇٽا پٽا جملي ۾ هوندا تہ انهن کي ”ضمير منفصل“ چئبو، پر جڏهن انهن جِون نشانيون ڪم آيل هونديون تہ انهن کي ”ضمير متصل“ چئبو. اهي نشانيون اسمن ۽ فعلن سان استعمال ٿينديون آهن ۽ حرف جر سان استعمال ٿينديون آهن.

**مثال** - ( اسم ) پٽم ، ”م“ نشاني منهنجو ضمير کي ظاهر ڪري ٿي .
( **فعل** ) هيم، ”م“ آءٌ کي ظاهر ڪري ٿو.
هئاسون ، ”سون“ اسان کي ظاهر ڪريٿو.
ضمير منفصل جي نشاني حرف جر جي پنيان بہ استعمال ٿئي ٿي .
**مثال** - وٽم - مون وٽ .
وٽس - هن وٽ وغيره .

## ضمير جي ترڪيب .

ضمير جي ترڪيب ڪرڻ وقت ان سان هي حقيقتون لڳنديون آهن .
1- ان جو قسم 2- عدد 3- جنس 4- حالت ۽ ان جو سبب .
**مثال** - اسلم پنهنجي دوستن کي چيو تہ هت ضرور ڪو آيل ٿو پائنجي .
**پنهن** ، ضمير مشترڪ ، جنس مذڪر ، عدد واحد ، حالت اضافت . ڇاڪاڻ تہ ”جي“ حرف اضافت پنيان لڳل اٿس .
ڪو ، ضمير مبهم ، جنس مذڪر، عدد واحد ، حالت فاعلي . ڇاڪاڻ تہ فاعل آهي ” آيل ٿو پائنجي “ فعل جو.

## عدد

اسم يا ضمير جون صورتون ٻن عددن ۾ اچن ٿيون .
1- **عدد واحد** :- واحد جي معنيٰ آهي، اڪيلو يا هڪ .
جيڪو اسم يا ضمير اڪيلو هجي تہ ان جو عدد واحد ٿيندو.
**مثال** - ڪپ ، عورت ، قلم ، گهوڙو، آءٌ، تون وغيره .
2 - **عدد جمع** :- جمع جي معنيٰ آهي گهڻا يا هڪ کان وڌيڪ .
جن اسمن يا ضميرن مان هڪ کان گهڻائي ظاهر ٿئي ، تن جو عدد جمع ٿيندو آهي .
**مثال** - ڇوڪرا ، عورتون ، ٻڪريون ، اسين ، توهان وغيره .
**نوٽ** - جيڪي عدد صفت طور استعمال ٿين ، تہ انهن جا وري بہ قسم آهن .
1- **عدد شماري**- اهي عدد يا لفظ، جيڪي شمار ڪرڻ جي ڪم اچن .

**مثال** - هڪ ، ٻہ ، ٽي ، چار، پنج ، سؤ، پنج سؤ، هزار وغيره .

2- **عدد قطاري** - اهڙا عدد يا لفظ جيڪي دفعن ، قطارن ، يا سلسلي ۾ ڪنهن شيءِ جو نمبر ڏيکارين ، تن عددن يا لفظن کي عدد قطاري چئبو آهي .
مثال - پهريون ، ٻيو، ٽيون ، چوٿون ، پنجون ، سؤن ، هزارون وغيره .

## جِنس

جنسون ٻن قِسمن جون آهن . -1

**جنس مذڪر**- جن اِسمن يا ضميرن مان نَر جي معنيٰ نڪرندي آهي يا جيڪي اسم يا ضمير نَر هوندا آهن، تن جي جنس مذڪر ٿيندي آهي .
**مثال** - مظهر، اظهر، انور، ڏڳو، ٻَڪر، ڪتولو، پلنگ وغيره .

2- **جنس مونث** - جن اِسمن يا ضميرن مان ماديءَ جي معنيٰ نڪري، تن جي جنس مونث ٿيندي آهي .
**مثال** - مائي ، فاطمه ، زهرا ، ڳئون ، ٻڪري ، ميز، ڪرسي ، کٽ وغيره .
**نوٽ** - جِنس سڃاڻڻ لاءِ سولو طريقو هي آهي تہ انکي صفت سنو يا سني لڳائي ڏسجي . جيئن تہ- سنو چوڪر، سنو گهر، يا سني مٺائي ، سني اوطاق وغيره .

## حالتون

حالتون پنجن قِسمن جون آهن .
1- **حالت فاعلي** - جملي ۾ جيڪو اِسم يا ضمير، فعل جو فاعل يا ڪم جو ڪندڙ هوندو آهي ، تنهن جي حالت فاعلي ٿيندي آهي .
**مثال** - 1- **فدا حسين** انب ڪپي ٿو. 2- **اسين** گهر وڃون ٿا . 3- **مظهر علي** اچي ٿو. 4- **هو** گهمي ٿو.
2- **حالت مفعولي** - جملي ۾ جيڪو اِسم يا ضمير، فعل جو مفعول يا ڪم جو سهندڙ هوندو آهي ، تنهنجي حالت مفعولي هوندي آهي .
**مثال** - 1- مون **ڪبوتر** ڦاسايو. 2- الطاف **انب** کائي ٿو. 3- ڪاسائيءَ **ٻڪر** ڪُٺو. 4- قاسم **خط** لکي ٿو.
3- **حالت جري** - اِسم يا ضمير جي اها حالت آهي ، جنهن ۾ ٻين لفظن سان لاڳاپو ظاهر

ٿئي ، ۽ صحيح مطلب نڪري ، پر ان ۾ مالڪي ڏيکاريل نہ هجي .
**مثال**- 1- **ميز** تي ڪِتاب رکيو آهي . 2- **ڪبٽ** مان ڪتاب ڪڍ . 3- **هن** ڪان پري ٿي . 4- **دڪان** تان سودو وٺ .
**نوٽ**:- ( نمايان ٽيل لفظن جي پنيان حرف جر استعمال ٿيڻ ڪري سڌو لاڳاپو بين لفظن سان ظاهر ٿئي ٿو، ۽ مالڪي بہ ڏيکاريل نہ آهي )

4- **حالت اضافت** - اِسم يا ضمير جي اها حالت آهي، جنهن ۾ واسطيدار اسم يا ضمير جو جملي ۾ ٻئي اسم سان مالڪيءَ جو لاڳاپو ڏيکاريل هجي .
**مثال**-1- **احمد** جوڪتاب ڪٿي آهي؟ 2- درزيءَ **قاسم** جو ڪوٽ سبيو.3- **هن** جو نالو ڇا آهي؟ 4- **پنهن** جو ڪم پاڻ ڪجي .
**نوٽ** :- ( نمايان ٽيل لفظن جي پنيان حالت اضافت "حرف جر" اچڻ ڪري ، انهن جي مالڪي ڏيکاريل آهي. )

5- **حالت ندا** - ندا جي معنيٰ آهي سڏ ڪرڻ . جڏهن واسطيدار اسم يا ضمير کي سڏ ڪيل هوندو آهي تہ ان جي حالت ندا ٿيندي آهي .
**مثال**- 1- او! ڇوڪر ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ 2- او انور! هيڏانهن اچ . 3- او! ٽانگي وارا پنهنجي هٿ تي هل . 4- اڙي سائين! معاف ڪر.
**نوٽ**:- حالت ندا فقط اسم جي ٿيندي آهي، ضمير جي حالت ندا نہ ٿيندي آهي.

## فعل جا قِسم

فعل جا مکيہ بہ قِسم آهن .

1- **فعل لازمي**- اهڙا فعل ، جيڪي پنهنجي فاعل سان لڳل هجن ۽ انهن جو اثر ڪنهن ٻئي اسم تي نہ ٿئي، تنکي **فعل لازمي** چوندا آهن .
لازمي، " لزم " مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي لڳو رهڻ .
مثال - 1- ڇوڪر **ڊوڙي ٿو**. 2- بابو اتي **آهي**. 3- ٻار **روئي** ٿو. 4- اسلم وڻ تي **چڙهي** ٿو.

2- **فعل متعدي**- اهڙا فعل، جي ڏيکارين تہ فاعل ڪو ڪم ڪن ٿا ۽ انهن جو اثر ڪن ٻين اسمن تي ٿئي ٿو، تن کي فعل متعدي چئبو آهي .
مثال- 1- رشيد خط **لکي ٿو**. 2- ڪاسائيءَ ٻڪر **ڪٺو**. 3- درزي ڪپڙا **سبي ٿو**. 4- مظهر انب **کائي ٿو**.
**نوٽ**:- فعل لازميءَ واري جملي ۾ صرف فاعل هوندو آهي، پر متعديءَ واري جملي ۾ فاعل ۽ مفعول ٻيئي موجود هوندا آهن .
فعل متعديءَ جا وري ٽي قسم آهن .

1- **فعل متعدي معروف**- اهڙا متعدي فعل، جن جو فاعل ظاهر يا ڄاتل هجي، تہ انهن کي فعل متعدي معروف چئبو آهي .
معروف جي معنيٰ آهي "ڄاتل".
**مثال**- 1- ڊرائيور ڪار **هلائي ٿو**. 2- واڍو دروازو **ٺاهي ٿو**. 3- انور خط **لکي ٿو**. 4- تون ڪتاب **پڙهين ٿو**.

2- **فعل متعدي مجهول**- اهڙا متعدي فعل، جن اصل فاعل گم هجي ۽ مفعول فري فاعل واري جاءِ تي اچي، تہ اهڙن فعلن کي متعدي مجهول چوندا آهن .
مجهول جي معنيٰ آهي "اڻ ڄاتل".
**مثال**- 1- ڪار **هلائي ويئي**. 2- دروازو **ٺهي ٿو**. 3- ڪتاب **پڙهيو ويو**. 4- انب **کائبو**.

3- **فعل متعدي بالواسطہ**- اهڙا فعل جي ڏيکارين تہ فعل وارا ڪم فاعل پاڻ نہ، پر ٻئي کان ڪرايو آهي، تہ اهڙن فعلن کي فعل متعدي مجهول چوندا آهن .
**مثال**- 1- سپاهيءَ وڏيري کان چور پڪڙايو. 2- احمد ظفر کان خط لکرايو. صفر همت کان نانگ مارايو. 4- شاگردن کان ڪتاب پڙهايو ويو.
**نوٽ**:- فعل لازميءَ جي هڪ اهڙي صورت بہ ٿيندي آهي جنهن کي فعل اڪرترڪ چئبو آهي .

**فعل اڪرترڪ**- اهڙا فعل، جن جو بنياد فعل لازمي جي مصدر مان هجي پر سندن اصل فاعل گم هجي، تن کي فعل اڪرترڪ چوندا آهن .
اڪرترڪ جي معنيٰ آهي"بي فاعل".
**مثال**- 1- سياٽي ملبو. 2- ايندڙ سال حيدرآباد وجبو.

## فعل جي ترڪيب

فعل سان هي حقيقتون ظاهر ڪرڻيون آهن .
1- ان جو قِسم 2- زمان 3- پريوگ 4- ان جو فاعل ۽ مفعول .
**مثال**- 1- سڪندر، دنيا کي فتح ڪرڻ جا خواب لهندو هو. **لهندو هو**- فعل متعدي معروف ، زمان ماضي مدامي ، پريوگ ڪرتري ، سندس فاعل "سڪندر اعظم" ۽ مفعول "خواب".
2- نياز علي جيئن سائيڪل ڪڍي ٻاهر نڪتو، تيئن پير کسڪي ويس .
**ڪڍي**- فعل متعدي معروف ، زمان ماضي معطوفي ، سندس فاعل آهي

”نياز علي“ ۽ مفعول ”سائيڪل“
(معطوفي جي معنيٰ آهي هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻئي ڪم ڪي لڳي.)
**نڪتو**- فعل متعدي معروف ، زمان ماضي ، پريوگ ڪرتري ، فاعل اٿس ”نياز علي“ ۽ مفعول ”سائيڪل“.
**ڪسڪي ويو**- فعل لازمي ، زمان ماضي مطلق ، پريوگ ڪرتري ، فاعل ”نيازعلي“ ۽ مفعول ”سائيڪل“ اٿس .

## ظرف جا قِسم

1- **ظرف زمان**- زمان لفظ جي معنيٰ آهي وقت .
اهڙا ظرف جيڪي جملي ۾ فعل سان لڳن ۽ انهن مان ”وقت“ جي معنيٰ نڪري ، تن کي ”ظرف زمان“ چئبو.
**مثال**- هاڻي ، پوءِ ، اڄ ، سياڻي ، ڪالهه ، پرينءَ ، نيٺ ، ٻيهر، ٻيپهري ، سمهڻي ، صبوح ، شام ، منجهند ، هيڪر، وري ، ڪڏهن ، روزانو، مهيني سِر، سال بسال ، هرروز، ماهيانو، ساليانو وغيره .

2- **ظرف مڪان**- مڪان جي معنيٰ آهي ”جڳهه“ .
اهڙا ظرف جيڪي جملي ۾ فعل سان لڳن ۽ انهن مان ”جاءِ“ جي معني نڪري ، تنکي ”ظرف مڪان“ چئبو.
**مثال**- هيٺ ، مٿي ، اندر ، ٻاهر، هِت ، هُت ،جِت ، ڪِٿ ، هيڏي ، هوڏي، هِتي ، هُتي وغيره .

3- **ظرف تميز**- تميز لفظ جي معنيٰ آهي ” امتياز “.
اهڙا ظرف جيڪي جملي ۾ فعل ، صفت يا ٻئي ظرف سان لڳن ۽ انهن مان ”ريت“ يا ”قدر“ جي معنيٰ ظاهر ٿئي ، تنکي ”ظرف تميز“ چئبو آهي .
**مثال**- هوريان ، ڏاڍيان ، آهستي ، مس مس ، تمام ، جلدي ، دليون ، جانيون وغيره.

4- **ظرف نفي يا ناڪاري**- نفي لفظ جي معنيٰ آهي ” انڪار “.
اهڙا ظرف جيڪي، جملي ۾ فعل سان لڳن ۽ انهن مان ناڪار يا انڪار جي معنيٰ نڪري ، تنکي ”ظرف نفي“ چوندا آهن .
**مثال**- نڪو ، نہ ، نڪا ، نڪي ، ڪونہ ، مَ، ڪين وغيره .
**ظرف هاڪاري**:- اهڙا ظرف جن مان هاڪار جي معنيٰ نڪري.

## ظرف جي ترڪيب

1- ان جو قسم 2- فعل ، صفت يا ٻئي ظرف مان ڪنهن سان لڪي ٿو.
**مثال**- اڄ اتي تمام گهڻو گهمسان هوندو، تنهن ڪري مان ڪين هلندس .
**اڄ** - ظرف زمان ، لڳي ٿو "هوندو" فعل سان .
**اتي** - ظرف مڪان ، لڳي ٿو "هوندو" فعل سان .
**تمام**- ظرف تميز، لڳي ٿو " گهڻو " صفت سان .
**ڪين** - ظرف نفي ، لڳي ٿو "هلندس" فعل سان .

## مصدر

مصدر جي معنيٰ صادر ٿيڻ يا ڦٽڻ جي جاءِ .
ڪمن جا نالا، جن جي پڇاڙيءَ " ڻ " هجي تہ اهڙن نالن کي "مصدر" يا "اسم مصدر" چئبو آهي .
**مثال**- هئڻ ، اچڻ ، وڃڻ ، لکڻ ، مارڻ ، پڙهڻ ، ٻيهڻ وغيره .
**نوٽ** :- سڀئي زمان مصدر مان نڪرندا آهن .

## امر

فعل جي صورت ، جا ڏيکاري تہ فاعل کي ڪم ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيل يا منت ڪيل آهي تہ ان کي " امر " چوندا آهن .
**مثال**- لک ، پڙھ ، اچج ، ڪجو وغيره .
امر جا ٻہ قسم آهن .
1- **امر حال**- فعل جي اهڙي صورت جا ڏيکاري تہ فاعل کي فعل واري ڪم ڪرڻ لاءِ هلندڙ وقت لاءِ حڪم يا منت ڪيل آهي ، تہ ان کي "امرحال" چئبو.
**مثال**- لک ، لکو ، پڙھ ، پڙهو ، اچ ، اچو، ناھ ، ناهيو وغيره .
**نوٽ** :- امر حال ٻن عددن ۾ هوندو آهي .
1- امر حال واحد 2- امر حال جمع .

2- **امر استقبال**- فعل جي اهڙي صورت جا ڏيکاري تہ فاعل کي فعل واري ڪم
کي ايندڙ وقت ۾ ڪرڻ لاءِ حڪم يا منت ڪيل آهي، تہ ان کي
امر استقبال چوندا آهن .
**مثال**- لکج ، لکجو، پڙهج ، پڙهجو، ڪج ، ڪجو، وڃج ، وڃجو،
اچج، اچجو وغيره .
**نوٽ** :- امر استقبال بہ ٻنهي عددن ۾ هوندو آهي .
1- امر استقبال واحد 2- امر استقبال جمع .
اچج (واحد) : اچجو (جمع)

## اسم مشتق ( ڪردنت )

ڪردنت پنجن قسمن جا آهن .
1- **اسم فاعل**- اهڙا لفظ جيڪي ڪم جا ڪندڙ ۽ انهن جو بنياد مصدر
مان هجي ۽ اهي صفت جو ڪم بہ ڏين، تن کي اسم فاعل چوندا آهن .
**مثال**- لکندڙ، پڙهندڙ، ماريندڙ، ڪپيندڙ، جياريندڙ وغيره .
**نوٽ** :- امر واحد جي پويان "يندڙ" يا " ندڙ " ملائڻ سان امر واحد ٺهندو
آهي .
2- **اسم مفعول**- اهڙا لفظ جن جو بنياد اسم مصدر مان هجي ۽ اهي
ڏيکارين تہ ساڻن لاڳو اسمن تي يا جن اسمن بجاءِ اهو ڪم آيل هجي، تن
تي ڪو اڳ ڪم ٿيل آهي تن کي اسم مفعول چوندا آهن .
**مثال**- ماريل يا ماريو. لکيل يا لکيو، ڪتيل يا ڪتيو،پڙهيل يا پڙهيووغيره.
**نوٽ**- امر حال واحد جي پويان "يو" يا "يل" ملائڻ سان اسم مفعول ٺهندو
آهي .
3- **اسم حاليہ**- فعل جون اهڙيون صورتون جي ڏيکارين تہ فاعل هڪ ڪم
کي جاري رکندي ٻئي ڪم کي لڳو يا لڳندو، تن کي اسم حاليہ چوندا آهن .
**مثال**- 1- اسلم پٽ کي ماريندو، گهر ويو.
2- قاسم انب ڪائيندو، هت آيو.
**نوٽ** :- امر حال واحد جي پويان "ندو" يا "يندو" وجهڻ سان اسم حاليہ ٺهندو
آهي .
4- **اسم استقبال**- هن اسم مان اها خبر پوندي آهي تہ ڪم ايندڙ وقت ۾

ٿيڻو آهي .
**مثال**- 1- توکي وڃڻو آهي . 2- مونکي اڄ خط لکڻو آهي .
3- هن کي هن سال امتحان ڏيڻو آهي .4- هنن کي مون وٽ اچڻو آهي.
**نوٽ** :- امر حال واحد جي پويان"ڻو" ملائڻ سان " اسم استقبال" ٺهندو آهي 5-
**ماضي معطوفي**- معطوفي لفظ "عطف" مان نڪتل آهي ، جنهن جي
معنيٰ آهي " ڳنڍڻ ". فعل جون اهڙيون صورتون جيڪي فاعل جي ٻن جملن
کي پاڻ ۾ ڳنڍيين ۽ ڏيکارين تہ فاعل هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻئي ڪم کي
لڳو آهي ، ان کي ماضي معطوفي ڪوٺبو آهي .
**مثال**- 1- افضل پٽ کي ماري ، گهر ويو.
2- انور خط لکي ، ٽپال ۾ وڌو.
3- آءٌ چانهہ پي ، گهر ويس .
**نوٽ** :- امر حال واحد جي پويان "اي" ملائڻ سان ماضي معطوفي ٺهندو آهي

## زمان

" زمان " جي معنيٰ آهي " وقت ". زمان فعل سان لڳندو آهي ۽ ٻڌائيندو آهي
تہ فعل وارو ڪم ڪهڙي وقت ٿيو يا ٿيندو.
مکيہ زمان هينيان آهن .
1- **زمان حال**- " حال " لفظ جي معنيٰ آهي "هلندڙ". فعل جي اها صورت
جا ڏيکاري تہ فعل وارو ڪم، هلندڙ وقت ۾ ٿئي ٿو، تنهن فعل جو "زمان حال
ٿيندو".
**مثال**- 1- مان اچان ٿو. 2- اهي ماني کائن ٿا .
2- **زمان ماضي**- ماضي لفظ جي معنيٰ آهي " گذريل ". فعل جي اها صورت
جا ڏيکاري تہ ، فاعل، فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ ڪيو آهي ، تہ ان فعل جو
زمان، "زمان ماضي" ٿيندو.
**مثال**- 1- تو ماني کاڌي . 2- هن وڻ وڍيو.
3- **زمان مستقبل**- مستقبل لفظ جي معنيٰ آهي " ايندڙ وقت ". فعل جي
اها صورت ، جا ڏيکاري تہ ، فعل وارو ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيندو، تہ ان فعل
جو زمان ، "زمان مستقبل" ٿيندو.
**مثال**- 1- اسلم گهر ويندو. 2- نسيما سبق پڙهندي .

4- **زمان مضارع**- "مضارع" لفظ جي معنيٰ آهي "ٻن جو ڀائيوار هئڻ".
**فعل** جي اها صورت ، جا ڏيکاري تہ **فعل** وارو ڪم، ايندڙ وقت يا هلندڙ وقت ۾ ٿي رهيو آهي، تنهن کي **فعل** جو "زمان مضارع" چوندا آهن .
**مثال**- 1- آءٌ لکان 2- هي اچي .

5- **زمان حال مدامي**- مدامي لفظ جي معنيٰ آهي "هميشہ يا دائم".
**فعل** جي اها صورت ، جا ڏيکاري تہ **فعل** وارو ڪم، هلندڙ وقت ۾ هميشہ پيو ٿيندو آهي ، تہ ان **فعل** جو زمان " زمان حال مدامي " ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- آءٌ لکندو آهيان . 2- اسلم پٽڪو ٻڌندو آهي .

6- **زمان حال استمراري**- استمراري لفظ جي معنيٰ آهي "جاري رهڻ".
**فعل** جي اها صورت جا ڏيکاري تہ ، **فعل** وارو ڪم شروع ڪيل آهي يا اڃا جاري آهي ، تنهن **فعل** جو زمان "زمان حال استمراري" ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- تون اڃا لکين پيو . 2- اسان ڪپڙو خريد ڪيون ٿا پيا .

7- **زمان حال متشقي**- متشقي لفظ جي معني آهي "شڪ هئڻ".
**فعل** جي اها صورت جا ڏيکاري تہ ، **فعل** واري ڪم جو هلندڙ وقت ۾ ٿيڻ جو شڪ آهي ، تہ ان **فعل** جو زمان " زمان حال متشڪي " ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- افضل پڙهندو هوندو. 2- اسان لکندا هونداسون. 3- هُو گهر ايندا هوندا.

8- **زمان ماضي مدامي**- **فعل** جي اها صورت ، جا ڏيکاري تہ **فعل** وارو ڪم گذريل وقت ۾ هميشہ ٿيندو هو، تنهن کي "زمان ماضي مدامي" چوندا آهن .
**مثال**- 1- آءٌ لکندو هوس. 2- پٽيوالو ڪلاس صاف ڪندو هو.

9- **زمان ماضي استمراري**- **فعل** جي اهڙي صورت جا ڏيکاري تہ ، **فعل** وارو ڪم گذريل وقت ۾ جاري هو، تنهنجو زمان " زمان ماضي استمراري " ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- مون لکيو پئي . 2- جميل ڪار هلائي پي .

10- **زمان ماضي متشقي**- **فعل** جي اهڙي صورت ، جا ڏيکاري تہ **فعل** واري ڪم جي گذريل وقت ۾ ٿيڻ ۾ شڪ آهي ، تنهن کي "زمان ماضي متشقي" چوندا آهن .
**مثال**- 1- مون لکيو هوندو. 2- ڇوڪرن راند ڪيڏي هوندي .

11- **زمان ماضي مطلق**- مطلق لفظ جي معنيٰ آهي " پورو ". **فعل** جي اها صورت ، جا ڏيکاري تہ **فعل** وارو ڪم گذريل وقت ۾ ٿي چڪو آهي ، تہ

ان فعل جو زمان " زمان ماضي مطلق " ٿيندو.
**مثال**- 1- مون پڙهيو. 2- ماڻهن ڪتو ماريو.

12- **زمان ماضي قريب**- قريب لفظ جي معنيٰ آهي "ويجهو".
فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فعل وارو ڪم ويجهڙائيءَ ۾ ٿي چڪو آهي ، تنهن جو زمان "زمان ماضي قريب" ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- مون لکيو آهي . 2- ڪڪڙ آنو لاٿو آهي .

13- **زمان ماضي بعيد**- بعيد معنيٰ آهي "ڏور يا پري". فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فعل وارو ڪم گهڻو وقت اڳ ٿي چڪو آهي ، تنهنجو زمان "زمان ماضي بعيد" ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- اسان پڙهيو هو. 2- واڍي ڪرسي ناهي هئي .

14- **زمان ماضي شرطيہ**- فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ، فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ پورو ٿئي ها جيڪڏهن پيل شرط پورو ٿئي ها .
**مثال**- 1- آءٌ لکان ها جيڪڏهن قلم هجي ها .
2- اسلم نانگ ماري ها جيڪڏهن لٺ هجيس ها .

15- **زمان مستقبل استمراري**- فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فعل وارو ڪم ايندڙ وقت ۾ جاري رهندو،تنهن جوزمان"زمان مستقبل استمراري" ٿيندو آهي .
**مثال**- 1- اسان پيا پڙهنداسون. 2- ڇوڪرا راند پيا ڪيڏندا .
3- ڪير وارو ڪير آٽيندو پيو، توهان ڳڻتي نہ ڪريو.

## گردان

| ضمير جو قِسم | عدد واحد | عدد جمع |
|---|---|---|
| | مذڪر- مونث | مذڪر- مونث |
| ضمير متڪلم | آءٌ پيو لکندس- آءٌ پئي لکنديس | اسان پيا لکنداسون- اسان پيون لکنديوسين |
| ضمير حاضر | تون پيو لکندين- تون پئي لکندينءَ | توهان پيا لکندا- توهان پيون لکنديون |
| ضمير غائب | هو پيو لکندو- هوءَ پئي لکندي | اهي پيا لکندا- اهي پيون لکنديون |

## پريوگ

فعل جو فاعل يا مفعول سان جيڪو لاڳاپو هوندو آهي ، تنهن لاڳاپي کي

”پريوگ“ چوندا آهن . يعني فعل، جملي ۾ پنهنجي فاعل يا مفعول سان جنس ، عدد يا ضمير ۾ ڦرندو آهي ۽ ان لاڳاپي کي ”پريوگ“ چئبو آهي . پريوگ جا ٽي قسم آهن .

1- **پريوگ ڪرتري**- ”ڪرتري“ لفظ جي معنيٰ آهي ڪرتار، يعني فاعل سان واسطو رکندڙ. هي اهو پريوگ آهي، جنهن ۾ فعل پنهنجي ڪرتار يعني فاعل سان مقرر حقيقتن ( عدد ، جنس ۽ ضمير ) ۾ ڦرندو يا ملندو آهي .

**مثال**- (الف) فعل جو عدد ۾ ڦرڻ .

| عدد واحد | عدد جمع |
|---|---|
| آءُ اچان ٿو | اسين اچون ٿا |
| تون اچين ٿو | توهان اچو ٿا |
| هو اچي ٿو | هو اچن ٿا |

**مثال**- (ب) فعل جو جنس ۾ ڦرڻ .

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| آءُ اچان ٿو | آءُ اچان ٿي |
| تون اچين ٿو | تون اچين ٿي |
| هو اچي ٿو | هوءَ اچي ٿي |

**نوٽ**:- هينئين قسمن جي فعل جو پريوگ ”ڪرتري“ ٿيندو آهي .

1- فعل لازمي سڀ 2- فعل متعدي مجهول سڀ 3- فعل متعدي معروف، جن جو بنياد اسم مفعول مان نہ هجي .

2- **پريوگ ڪرمڻي**- ” ڪرمڻي “ لفظ جو مطلب آهي مفعول سان لاڳاپو. فعل جو اهو پريوگ آهي جنهن ۾ فعل مقرر حقيقت ( عدد ، جنس ۽ ضمير ) ۾ پنهنجي مفعول سان ڦري يا ملي .

**مثال**- (الف) فعل جو عدد ۾ ڦرڻ .

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| مون انب کاڌو | مون انب کاڌا |
| تو انب کاڌو | تو انب کاڌا |
| هن انب کاڌو | هن انب کاڌا |

**مثال**- (ب) فعل جو جنس ۾ ڦرڻ .

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| مون در ڏٺو | مون دري ڏٺي |

| | |
|---|---|
| تو در پڳو | تو دري پڳي |
| هن در پڳو | هن دري پڳي |

3- **پريوگ ياوي**- ” ياوي “ لفظ جي معنيٰ آهي ”نيارو يا الڳ“.
فعل جو اهو پريوگ آهي ، جنهن ۾ فعل، پنهنجي فاعل توڙي مفعول سان مقرر حقيقتن (عدد ، جنس ۽ ضمير) موجب نہ ڦرندو آهي، تنهن کي”پريوگ ياوي“ چئبو آهي .

**مثال**- فعل جو فاعل ۽ مفعول جي عدد موجب نہ ڦرڻ .

| عدد واحد | عدد جمع |
|---|---|
| مون ڪڪڙ کي ڪنو | اسان ڪڪڙن کي ڪنو |
| تو ڪڪڙ کي ڪنو | توهان ڪڪڙن کي ڪنو |
| هن ڪڪڙ کي ڪنو | هنن ڪڪڙن کي ڪنو |

**مثال**- فعل جو فاعل ۽ مفعول جي جنس موجب ڦرڻ .

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| مون ڪڪڙ کي ڪنو | مون ڪڪڙ کي ڪنو |
| تو ڪڪڙ کي ڪنو | تو ڪڪڙ کي ڪنو |
| هن ڪڪڙ کي ڪنو | هن ڪڪڙ کي ڪنو |

**نوٽ**:- اهي متعدي معروف فعل، جن جو زمان ” اسم مفعول “ مان ٺهيل آهي ۽ مفعول جي پنيان ” کي “ لفظ آهي تہ انهن جو پريوگ ياوي ٿيندو.

## بيهڪ جون نشانيون

1- **ٿورو دم**- ٿوري دم جي نشاني آهي ( ، ) .
جنهن هنڌ تي هيءَ نشاني ڏنل هجي ، اتي ٿورو ساهہ کڻي ونجي .
هينيان مثال ۽ قاعدا ڌيان ۾ رکو.

(**الف**) جڏهن ڪنهن جملي ۾ ٻہ يا وڌيڪ ساڳئي قسم جا لفظ ڪم آيل هجن تہ انهن جي وچم ٿورو دم ڏجي .

**مثلاً**- 1- قاسم، مظهر، الطاف ۽ فدا ميلي تي ويا .
2- اخلاق حسين ، اخلاق وارو، هوشيار، محنتي ۽ چالاڪ چوڪر آهي .
3- اسلم هينئر ٽپي ، ڪڏي ، ڪلندي گهر ويو.

(**ب**) مرتب جملن ۾ جي مداري جملا استعمال ٿيل هوندا آهن ، تن جي پنيان ٿورو دم ڏيڻ گهرجي .

**مثلاً** - 1- جڏهن آءُ گهر پهتس ، تڏهن پنج ٿيا هئا .
2- جيڪڏهن تون محنت ڪندين ، ته ڪامياب ٿيندين .

2- **اڌ دم**- اڌ دم جي نشاني آهي ( ؛ )
جنهن هنڌ هي نشان هجي ، اتي ٿوري ڪان وڌيڪ ساهه کڻجي .
هيٺيان قاعدا ۽ مثال ڌيان ۾ رکو.
( **الف** ) جڏهن مرڪب جملن ۾ ڪي ڌار ڌار خيالن وارا جملا هجن ، پر سندن پاڻ ۾ ڪو ظاهري خواه معنوي لاڳاپو هجي ، تن جي وچ ۾ اڌ دم ڏبو آهي.
**مثلاً** - 1- بادشاهه پنهنجي عقل سان ملڪ هلائي ٿو ، سپاهي ان لاءِ وڙهي ٿو، جج انصاف ڪري ٿو، ائين آهي ، تڏهن ماڻهو دنيا ۾ هلي ٿو.
( **ب** ) جڏهن ٻن ڌارڌار خيالن وارا اصطلاح گڏ اچن يا اهي پاڻ ۾ واسطو رکندڙ هجن ته انهن جي وچ ۾ اڌ دم ڏيڻ گهرجي .
**مثلاً** - 1- ڏڻ ته ڏٽي ، نه ته وڪڻ ڪٽي ؛ وارته ڦٽي ، نه ته ڪوڙاءِ ڪٽي .

3- **دم**- دم جي نشاني آهي ( : )
جتي ڪنهن ماڻهوءَ جا چيل الفاظ هوبهو لکڻا هجن ، ته انهن جي اڳيان هي دم استعمال ڪجي .
هيٺ ڏنل مثال ۽ قاعدا ڌيان ۾ رکو.
( **الف** ) جنهن شيءِ جو بيان ڪجي ، تنهن شيءِ ۽ ان جي ڪيل بيان جي جي وِچ ۾ دم ڏجي .
**مثلاً**- ڪرسي : ڪاٺ يا لوهه جي ٺهيل آهي ، ۽ وهڻ جي ڪم ايندي آهي .
( **ب** ) جڏهن شين جي فهرست يا ياداشت ڏجي ، تڏهن ياداشت وارين شين جي اڳيان دم ڏجي .
**مثلاً**- مون کي هي شيون ضرورت ۾ آهن : ڪوٽ ، مفلر، پينٽ ۽ سئيٽر.
( **ت** ) جڏهن ڪا چوٽي يا ڪنهن جا چيل لفظ هوبهو مثال طور ڏيڻا هجن ، تڏهن انهن چيل لفظن جي اڳيان دم ڏجي .
**مثلاً**- شاهه صاحب فرمايو آهي : تتي ٿڌيءَ ڪاهه ، ڪانهي ويل وهڻ جي .

4- **پورو دم**- پوري دم جي نشاني آهي ( . )
جتي هي نشان ڏنل هجي ، اتي چڱو وقت بيهجي ۽ ساهه کڻجي . جتي هڪ خيال وارو جملو پورو ٿئي ، اتي پورو دم ڏجي يا جتي هڪ کان وڌيڪ اهڙا جملا هجن ، جن جو پاڻ ۾ ڪوبه لاڳاپو نه هجي ، ته انهن جي وچ ۾ پورو دم

ڏيئي ڇڏجي .
مثلاً- 1- انور حيدرآباد کان واپس آيو آهي .
2- هينئر آءٌ سکر وڃان ٿو. پنجن ڏينهن کان پوءِ واپس ايندس .

-5 **سوال جي نشاني** - سوال جي نشاني آهي ( ؟ )
جنهن هنڌ تي اهو نشان ڏنل هجي ، ته ان کي سوال پڇڻ واري لهجي سان پڙهجي ، يا جتي سوال پڇڻ مقصود هجي ، اتي هي نشان ڏجي .
**مثلاً** - 1- تنهن جو نالو ڇا آهي؟
2- ڇا افضل آيو آهي؟
3- ڪيڏانهن پيو وڃين؟
4- تو هيءُ حساب ڪيئن ڪيو آهي؟

-6 **ندا جي نشاني**- ندا جي نشاني آهي ( ! )
جنهن جاءِ تي هيءَ نشاني هجي ، اتي دل جي ڪيفيت (جهڙي به هجي) ظاهر ڪرڻ گهرجي .
**مثلاً**- (اچرج يا عجب) : مار، هي نانگ ته ڏسو!
(جوش) واه ڙي يار، مون کي اڪيلو ڦٿو ڪري وئين!
(ڏک) افسوس ، خادم ناپاس ٿي پيو!
(سَٽ) شل آءٌ امتحان ۾ پاس ٿيان!
(خوشي) واه واه ، اڄ ڏاڍو سنو ڏينهن ٿيو آهي!

-7 **واڪ جون نشانيون**- واڪ جون نشانيون آهن ( " " )
هن جي استعمال لاءِ هي مثال ڏسو.
( **الف** ) جنهن تي مضمون لکٽو هجي. ان کي واڪ جي نشانين ۾ بند ڪجي .
جئن ته ڪنهن به هڪ تي مضمون لکو: "هوائي جهاز"، "جنگ"، "حياءُ".
( **ب** ) ڪنهن جو شعر، قول يا چيل لفظ بيان ڪرٽا هجن ، ته انهن کي واڪ جي نشانين ۾ بند ڪجي .
جئن ته : 1- شاهه صاحب فرمايو آهي: " تتي ٿڌيءَ ڪاهه ، ڪانهي ويل وهڻ جي " .
2- چوٿين ڪتاب ۾ لکيل آهي ته : " عضون ۾ ننڍو عضوو زبان آهي ، پر ڪيڏا نه اپ تي ڦاڙي ".

## صفت جا قسم

1- **صفت وصفي**- اهڙا لفظ جيڪي اسم جو گڻ ، اوگڻ ۽ قسم وغيره ٻڌائين.
**مثال**- چڱو، ٻچڙو، بندرو، ماهيو، ساموندي وغيره .
2- **صفت عددي**- اهڙا لفظ جيڪي اسم جو عدد يا انداز ٻڌائين .
**مثال**- پهريون نمبر، چوٿون آسمان ، ستون ڪتاب وغيره .
3- **صفت ضميري**- اهڙا لفظ جيڪي ضمير جي شڪل ۾ اچي صفت جو ڪم ڏين .
**مثال**- ڪا ڏاچي ، اهڙو محلات .

## صفت جا درجا

1- **صفت خالص**- اهو لفظ جو ڪنهن اسم جي ساراه جي پيٽ، ڪنهن ٻئي اسم سان نہ ڪري .
**مثال**- جهانگير عادل بادشاه هو.
2- **صفت تفصيل**- اهو لفظ جنهن مان هڪ اسم جي ساراه جي ، هڪ ٻئي سان پيٽ هجڻ بابت خبر پوي .
**مثال**- جهانگير شيرشاه سوريءَ کان وڌيڪ عادل بادشاه هو.
3- **صفت مبالغو**- اهو لفظ جنهن مان هڪ اسم جي ساراه جي، گهڻن اسمن سان پيٽ هجڻ بابت خبر ملي .
**مثال**- جهانگير، هندوستان جي سڀني بادشاهن کان وڌيڪ عادل بادشاه هو.

## صفت جي ترڪيب

صفت جو اسم سان لاڳاپو ڏيکارڻو پوندو آهي تہ ڪهڙي اسم سان لڳي ٿي ۽ ان بابت ڇا ٻڌائي ٿي .

### مثال

1- جهڙي نيت تهڙي مراد .
**جهڙي**- صفت ضميري، لڳي ٿي ”**نيت**“ اسم سان .
**تهڙي**- ضميري صفت، لڳي ٿي ”**مراد**“ اسم سان .

2- سنڌيءَ جو **مشهور** پهاڪو آهي تہ ،
”ڏاچي هٽي ڏهہ تہ توڏو هٽي تيرهن“.
**مشهور**- صفت خالص ، لڳي ٿي ”**پهاڪو**“ اسم سان .
**ڏهہ** - صفت عدد شماري، لڳي ٿي ”**ڏاچي**“ اسم سان .
**تيرهن**- صفت عدد شماري، لڳي ٿي ”**توڏو**“ اسم سان .

## حرف جر جي ترڪيب

ٻڌائڻو آهي تہ ڪهڙي اسم يا ضمير سان لڳي ٿي .
**مثال**- هر هڪ شاگرد کي ڪلاس ۾ فضيلت سان هلڻ گهرجي .
**کي**- حرف جر، لڳي ٿي ”**شاگرد**“ اسم سان .
**۾** - حرف جر، لڳي ٿي ”**ڪلاس**“ اسم سان .
**سان**- حرف جر، لڳي ٿي ”**فضيلت**“ اسم سان .

## حرف جملي جي ترڪيب

ٻڌائڻو آهي تہ ڪهڙن لفظن ، جملي جي ڀاڱن يا ٻن جملن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو.
**مثال**- روزا ۽ نمازون چڱا ڪم آهن ، پر خلق جي خدمت بہ نيڪ عبادت آهي .
**۽**- حرف جملو، ڳنڍي ٿو ٻن لفظن ”روزا“ ۽ ”نمازون“ کي .
**پڻ**- حرف جملو، ڳنڍي ٿو جملي جي ٻن ڀاڱن کي .
**پر**- حرف جملو، ڳنڍي ٿو ٻن جملن کي ”روزا ۽ نمازون پڻ چڱا ڪم آهن“ ۽ ٻيو خلق جي خدمت بہ نيڪ عبادت آهي .
**بہ**- حرف جملو، ڳنڍي ٿو ٻن ڀاڱن کي .

## حرف ندا جي ترڪيب

ٻڌائڻو آهي تہ دل جي ڪهڙي ڪيفيت ظاهر ڪري ٿو.
**مثال**- مار! ڳالهہ ۾ تہ ڪجھ بہ ڪونہ هو.
**مار!**- حرف ندا ، معنيٰ ڏيکاري ٿو عجب جي .
افسوس! جو تنهنجا سڀ ڏور مري ويا .
**افسوس!** حرف ندا ، معنيٰ ڏيکاري ٿو ڏک جي .

## چيد ڪرڻ

چيد ڪرڻ کي "تفريق ڪرڻ" بہ چوندا آهن .
جملي ۾ مکيہ ٽي ڀاڱا هوندا آهن . 1- فاعل 2- مفعول 3- فعل .
پهرئين ڀاڱي کي "**مبتدا**" ۽ پوين ٻن ڀاڱن کي "**خبر**" چوندا آهن .
ڪن جملن ۾ هر هڪ ڀاڱي جو وڌاءُ يا لڳ پڻ هوندو آهي ، جنهن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو.

1- **فاعل جو لڳ**- صفاتي لفظ يا صفاتي ٽڪون، جيڪي فاعل جو وڌاءُ ڪن ٿيون يا فاعل بابت ڪجھ ٻڌائين ٿيون ، تن کي "**فاعل جو لڳ**" چئبو آهي .

**مثال**- 1- ڇوڪر آيو.
2- **ڪاڻٽو** ڇوڪر آيو.
3- **ڇڳو ڪاڻٽو** ڇوڪر آيو.
4- **تمام ڇڳو ڪاڻٽو** ڇوڪر آيو.
5- **سيني کان تمام ڇڳو ڪاڻٽو** ڇوڪر آيو.

ڇٽيون ٽيل صفتون يا صفاتي ٽڪون، فاعل (**ڇوڪر**) جو وڌاءُ آهن يا ان بابت ڪجھ ٻڌائين ٿيون، تنهنڪري "**فاعل جو لڳ**" آهن .

2- **مفعول جو لڳ**- صفاتي لفظ يا صفاتي ٽڪون، جيڪي مفعول جو وڌاءُ ڪن ٿيون يا مفعول بابت ڪجھ ٻڌائين ٿيون، تن کي "**مفعول جو لڳ**" چئبو آهي .

**مثال**- 1- مون ڏاڙهون ڪاڌو.
2- مون **پڪل** ڏاڙهون ڪاڌو.
3- مون **ڏاڍو پڪل** ڏاڙهون ڪاڌو.
4- مون **تمام ڏاڍو پڪل** ڏاڙهون ڪاڌو.

ڇٽيون ٽيل صفتون يا صفاتي ٽڪون، مفعول (**ڏاڙهون**) جو وڌاءُ ڪن ٿيون ، يا ان بابت ڪجھ ٻڌائين ٿيون ، تنهنڪري "**مفعول جو لڳ**" آهن .

3- **فعل جو لڳ**- ظرف يا ظرفي ٽڪون، جي فعل جو وڌاءُ ڪن ٿا ، سي فعل جو لڳ آهن .

**مثال**- 1- قاسم آيو.
2- قاسم **اڄ** آيو.
3- قاسم **اڄ سکر کان** آيو.
4- قاسم **اڄ صبح جو سوير سکر کان** آيو.

ڇٽيون ٽيل ظرف يا ظرفي ٽڪون، فعل "**آيو** " جو وڌاءُ ڪن ٿيون يا ان بابت

ڪجهه ٻڌائين ٿيون ، تنهنڪري اهي **”فعل جو لڳ“** آهن .

**مفرد** (simple) **جملن جو ڇيد**- مفرد معنيٰ ”اڪيلو يا اڇڙو“. يعني سولو رواجي جملو.

**مثال**- 1- اڄ رات هن بهادر سپاهيءَ هڪ ٿلهو متارو چور پڪڙيو.

2- هن ڪاري رنگ واري چوڪر اسانجي باغ مان اڄ پڪل انب پٽيا.

| فاعل | فاعل جو لڳ | مفعول | مفعول جو لڳ | فعل | فعل جو لڳ |
|---|---|---|---|---|---|
| **مبتدا** | | **خبر** | | | |
| 1- سپاهي | هن بهادر | چور | هڪ ٿلهو متارو | پڪڙيو | اڄ رات |
| 2- چوڪر | هن ڪاري رنگ واري | ڏاڙهون | ڪيترائي پڪل | پٽيا | اسانجي باغ مان اڄ |

**سمجهاڻي**- فعل چوندي فعل واري خاني ۾ رکجي . فاعل چوندي فاعل واري خاني ۾ رکجي . مفعول چوندي مفعول واري خاني ۾ رکجي . تنهن کان پوءِ فاعل سان واسطو رکندڙ صفتون يا صفاتي ٽڪون، مفعول سان واسطو رکندڙ صفتون يا صفاتي ٽڪون ، فعل سان لڳندڙ ظرف يا ظرفي ٽڪون ڳولي هر هڪ جي لڳ واري خاني ۾ لکجن .

**مرڪب** (compound) **جملن جو ڇيد**- مرڪب معنيٰ ”ڳنڍيل“ ، يعنيٰ ٻه يا وڌيڪ جملا، جن مان هر هڪ پنهنجي جدا معنيٰ ڏيکاري ۽ هڪ ٻئي تي مدار رکندڙ نه هجن .

1- احمد اڄ بازار مان ڪپڙا خريد ڪيا ۽ مون ڪتاب ورتا .

2- اڄ مون وٽ پار جا مهمان آيا آهن، تنهنڪري آءُ حيدرآباد ڪونه ويندس .

| فاعل | فاعل جو لڳ | مفعول | مفعول جو لڳ | فعل | فعل جو لڳ |
|---|---|---|---|---|---|
| **مبتدا** | | **خبر** | | | |
| احمد<br>مون | ----------------<br>------------ | ڪپڙو<br>ڪتاب | ----------<br>----------<br>-- | خريد ڪيو<br>ورتا | اڄ بازار مان |
| مهمان<br>آءُ | پار جا | ----------------<br>------------ | ----------<br>---------- | آيا آهن<br>ويندس | اڄ مونوٽ<br>حيدرآباد ڪونه |

**مرتب** (complex) **جملن جو ڇيد**- مرتب معنيٰ ”ترتيب وار“.

هن جملي ۾ هڪ خاص جملو ۽ ٻيا ٻه چار جملا متس مدار رکندڙ گڏجي ڪتب ايندا آهن .

1- هي پير مرد شخص ، جنهن ڪالهه مون کي پنج روپيه ڏنا هئا ، سو اج وري هت آيو آهي .

2- هن چور، جنهن پر سال منهنجي گهر کي ڪاٽ هنيو هو، تنهن اج وري احمد جي گهر جي چوري ڪئي .

| مبتدا | | خبر | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳ | مفعول | مفعول جو لڳ | فعل | فعل جو لڳ |
| شخص جنهن | هي پير مرد جنهن ڪالهه مونکي 5 روپيه ڏنا هئا | ---------<br>روپيه | ----------------<br>پنج ، مونکي | آيو آهي ڏنا هئا | وري اج هتي ڪالهه |
| چور جنهن | هن، جنهن پر سال منهنجي گهر کي ڪاٽ هنيو هو. | هن ڪاٽ- گهر | ----------------<br>منهنجي کي | ڪئي آهي هنيو هو | اج وري پر سال |

# سنڌي محاورا

| محاورو | معنيٰ | محاورو | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڪن پرڻ | برغلائڻ | پشيمانيءَ جا ڳوڙها وهائڻ | شرمندو ٿيڻ |
| ڏيل ڏارڻ | ڪنبڻ | وايون ٻتال ٿيڻ | وائڙو ٿيڻ، منجهي پوڻ |
| ورتاءُ ڪرڻ | هلت يا سلوڪ ڪرڻ | هلچل مچي وڃڻ | شور ٿيڻ |
| ڪمر ڪشي ٻيهڻ | همت سان تياري ڪرڻ | تند تنوارڻ | ياد ڪرڻ |
| ڪنڌ نائڻ<br>فروغ ڏيارڻ<br>نجات حاصل ٿيڻ | پيش پوڻ<br>ترقي ڪرائڻ<br>ڇوٽڪارو ملڻ | دل ۾ تير وانگر چڀڻ<br>هضم ڪرڻ<br>عيد ملهائڻ | گهرو اثر ڪرڻ<br>ڦٻائي وڃڻ<br>خوشي ڪرڻ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| نالو نشان نہ هجڻ | بلڪل ختم ٿي وڃڻ | دان ڏيڻ | خيرات ڏيڻ |
| دل جا دروازا کولڻ | دل ڪشادي ڪرڻ | دولت اڏائڻ | فضول يا اجايو خرچ ڪرڻ |
| چڪريون ڪائڻ | مقابلو ڪرڻ | جلوه پسائڻ | ديدار ڪرائڻ |
| غصي ۾ لال ٿيڻ | سخت ڪاوڙجڻ | هٿ پير لهڻ | ويامڻ |
| ٻاڦ ٻاهر نہ ڪڍڻ | راز نہ کولڻ | سينو ساهڻ | مقابلو ڪرڻ |
| من ماري ميڻ ڪرڻ | نماڻو ۽ حليم ٿيڻ | هٿ پير هڻڻ | ڪوشش ڪرڻ |
| ساهه گهورڻ | صدقو ٿيڻ، اول گهول وڃڻ | نظر انداز ڪرڻ | درگذر ڪرڻ |
| اکيون کلڻ | خبر پوڻ | ڏيل ڏهيءَ ۾ وجهڻ | نقصان ۾ وجهڻ |
| ڪوسو واءُ لڳڻ | تڪليف پهچڻ | گهيرٽ اچڻ | نند جا ڍڪر اچڻ |
| پير ڌوئي پيئڻ | گهڻي عزت ڪرڻ | حڪم اکين تي رکڻ | مڃڻ |
| ڪانگ اڏائڻ | انتظار ڪرڻ | رات وهائڻ | رات جاڳندي گذارڻ |
| هاڙهي هاڪ پوڻ | ملڪان ملڪ مشهور ٿيڻ | دنگ رَهجي وڃڻ | حيرت ۾ پئجي وڃڻ |
| سات ڏيڻ | مدد ڪرڻ | ٻاڻ خالي ٿيڻ | سچ ٿيڻ |
| اڻ ڏنا آر ڪرڻ | بي قاعدي انگل ڪرڻ | جاڙي جاڙيءَ سان نہ ملڻ | سخت تڌ ٿيڻ |
| هاڙهو هڻڻ | اجايو ڪم ڪرڻ | سامهو ڪان ٻاهر نڪرڻ | بي شناس ٿيڻ |
| عقل خطا ٿيڻ | منجهي پوڻ، هوش نہ رهڻ | اکين تي پردا چڙهڻ | پتو نہ پوڻ |
| واڪون ورائڻ | موٽڻ جي ڪرڻ | ٿاب پوڻ | سجايو ٿيڻ |
| ڏڏل ڪير ٿٽين پوڻ | اڻ ٿيٽي ڳالهه تي پوڻ | زبان تي لغام هڻڻ | زبان کي روڪڻ |
| چپن تي چنو هڻڻ | خاموش رهڻ | سندرا ساهڻ | تياري ڪرڻ |
| پيراندي نصيب ٿيڻ | ويجهڙائي حاصل ٿيڻ | مامري پوڻ | تڪليف ۾ پوڻ |
| فلڪين ڦالڙيون وجهڻ | انتظار ڪرڻ | لوپڙيون ڏيڻ | دبائڻ |
| لقب لائڻ | عيب ڏيڻ | آسون پڄڻ | نااميد ڪرڻ |
| سام پوڻ | پناه ۾ اچڻ | ساهه ۾ سانڍڻ | پيارو گهرڻ |
| چشمن تي چاڙهڻ | خوشيءَ مان قبول ڪرڻ | واجهه وجهڻ | تاڙڻ |
| هٿ تنگڻ | پنڻ - گهرڻ | ٿڌو ڪٽائڻ | پاڙون ختم ڪرڻ |
| تريءَ تيل نہ لائڻ | نہ ٻاسڻ - الي وڃڻ | وار ونگو نہ ٿيڻ | ڪوبہ نقصان نہ پهچڻ |
| حوصلا خطا ٿيڻ | منجهي پوڻ ، هوش نہ رهڻ | ڪِني ڪرڻ | پرجهه وڃائڻ |

# واحد - جمع

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| سبب | اسباب | خُلقُ | اخلاق |
| نتيجو | نتائج | نقش | نقوش- نقائش |
| آفت | آفات | استاد | اساتذه |
| وزير | وزراء | امير | امراء |
| اسير | اسراء | فعل | افعال |
| سبق | اسباق | مُلڪ | ممالڪ |
| لقب | القاب | روح | ارواح |
| ادب | آداب | سر | اسرار |
| جنس | اجناس | موج | امواج |
| عمل | اعمال | غريب | غرباء |
| فقير | فقراء | شريف | شرفاء |
| اديب | ادباء | حڪيم | حڪماء |
| وارث | ورثاء | طالب | طلباء |
| عالم | علماءُ | جاهل | جهلاء |
| شعر | اشعار | شاعر | شعراءُ |
| نصيحت | نصائح | خصلت | خصائل |
| جوهر | جواهر | مقصد | مقاصد |
| موقع | مواقع | بندوق | بناديق |
| صندوق | صناديق | قنديل | قناديل |
| تقدير | تقادير | عيب | عيوب |
| فيض | فيوض | ساحل | سواحل |
| عالم | علماء | قبيلو | قبائل |
| منظر | مناظر | سلطان | سلاطين |
| دفتر | دفاتر | مسئلو | مسائل |
| قوت | قويٰ | رسم | رسوم |
| حق | حقوق | عهد | عهود |
| نفس | نفوس | فائدو | فوائد |
| قاعدو | قواعد | مصيبت | مصائب |
| فڪر | افڪار | اثر | اثرات |

| | | | |
|---|---|---|---|
| مطلب | مطالب | دين | اديان |
| غرق | اغراق | مسئلو | مسائل |
| جزيره | جزائر | حجره | حجرات |
| فن | فنون | فضيلت | فضائل |
| محفل | محافل | حوض | حياض |
| نوع | انواع | رفيق | رفقاء |
| موت | اموات | قطار | اقطار |
| خَلَق | خلائق | فائدو | فوائد |

## لفظ ۽ انهن جا ضد

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| اوت | موت | اول | آخر |
| اندر | ٻاهر | حق | باطل |
| خادم | مخدوم | فاعل | مفعول |
| روشني | اونده | ظاهر | باطن |
| اعليٰ | ادنيٰ | امير | غريب |
| رحمت | زحمت | ترقي | تنزلي |
| رات | ڏينهن | علم | جهل |
| مرشد | مريد | بهار | خزان |
| بري | بحري | طالب | مطلوب |
| تقدير | تدبير | سفيد | سياه |
| اتفاق | نفاق | شاه | گدا |
| سست | چست | انصاف | ظلم |
| صغير | ڪبير | اصغر | اڪبر |
| ابتدا | انتها | سڪار | ڏڪار |
| مفرد | مرڪب | باقي | فاني |
| حلال | حرام | ڪمال | زوال |
| وصال | فراق | قريب | بعيد |
| عزت | ذلت | عرش | فرش |
| ارض | سماء | رنج | راحت |

| | | | |
|---|---|---|---|
| خير<br>آسان<br>موت | شر<br>دشوار<br>حياتي | وحدت<br>داناءُ<br>ارزان | ڪثرت<br>نادان<br>گردان |

## اشتقاق ( لفظن جي ٽوڙ يا ڇيد وارو علم)

1- ڪنهن لفظ جو اصل ۾ اوسر.
2- لفظن جي بڻ بنياد جو سائنسي اڀياس

| لفظ | اشتقاق | معنيٰ |
|---|---|---|
| بيڪار | ( بي + ڪار ) | نڪمو |
| گلستان | ( گل + آستان ) | گلن جي جاءِ |
| جستجو | ( جست + جو ) | ڳولا، ڪوشش، سعيو |
| بالادست | ( بالا + دست ) | مٿانهون |
| دل شڪني | ( دل + شڪني ) | دل ڀڃڻ |
| بانيڪار | ( باني + ڪار ) | ڪم جو اڳواڻ |
| ناتوان | ( نا + توانتن ) | لاچار |
| گوشه نشين | ( گوشه + نشتن ) | اڪيلو، خلوت پسند |
| زبردست | ( زبر + دست ) | مٿاهون ، زور وارو |
| رهزن | ( ره + زدن ) | ڦورو، لٽيرو |
| هوشيار | ( هوش + يار ) | سياڻو |
| اپائٽهار | ( اپائڻ + هار ) | پيدا ڪندڙ |
| ڪاريگر | ( ڪاري + گر ) | ڪم ڪندڙ |
| قربان گاهه | ( قربان + گاهه ) | صدقي ڪرڻ جي جاءِ |
| شرمندگي | ( شرم + آمدن ) | شرم اچڻ |
| نادان | ( نا + دانستن ) | بي سمجهه |
| رومال | ( روءِ + ماليدن ) | منهن صاف ڪرڻ وارو ڪپڙو |
| هردلعزيز | ( هر + دل + عزيز ) | مقبول |
| آبروءِ | ( آب + روءِ ) | عزت |
| خوشامد | ( خوش + آمدن ) | آجيان ڪرڻ |
| خوبصورت | ( خوب + صورت ) | سهڻو |
| دلگير | ( دل + گير ) | پريشان |
| شاباش | ( شاد + باش ) | داد ڏيڻ |
| مٺ گهرو | ( مٺ + گهرڻ ) | بدخواه |

| | | |
|---|---|---|
| پروردگار | ( پروردن + گار ) | پالينڌڙ |
| دنيا دار | ( دنيا + داشتن ) | شاهوڪار |
| همدرد | ( هم + دردن ) | خيرخواه |
| پرستان | ( پري + آستان ) | پرين جي رهڻ جي جاءِ |
| پيرسن | ( پير + سن ) | وڏي عمر وارو |

عربي ٻوليءَ ۾ ڪل ٢٨ حرف ٿيندا آهن، جن مان ١٤ حروف شمسي ۽ ١٤ حروف قمري آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا.

**حروف قمري** : ا ـ ب ـ ج ـ ح ـ خ ـ ع ـ غ ـ ف ـ ق ـ ڪ ـ م ـ و ـ ھ ـ ي •

**حروف شمسي** : ت ـ ث ـ د ـ ذ ـ ر ـ ز ـ س ـ ش ـ ص ـ ض ـ ط ـ ظ ـ ل ـ ن •

**نوٽ** :- قمري اکر جي اڳيان جيڪو **ال** ڏبو آهي، اُهو اُچاريو به ويندو آهي. جيئن، **شَمۡسُ الۡعُلَماءُ**.

شمسي اکر جي اڳيان جيڪو **ال** ڏبو آهي، اُهو اُچاريو نه ويندو آهي. جيئن، **شَمۡسُ الدِّيۡنُ**.